# ساٿ ڏيڻ وارا



## سيد سردار علي شاهه

چيئرمين، صوبائي وزير ثقافت، سياحت ۽ نوادرات
سنڌ حڪومت



## محترم عبدالماجد ڀرڳڙي

پوري ڄمار ڪو چيئرمين
سنڌي ڪمپيوٽنگ جو باني‌ڪار

### ميمبر

محترم عبدالعليم لاشاري (سيڪريٽري ثقافت، سياحت ۽ نوادرات سنڌ حڪومت)
پروفيسر ڊاڪٽر اسحاق سميجو (چيئرمين سنڌي لئنگئيج اٿارٽي)
پروفيسر ڊاڪٽر شهنيلا زرداري ( اين اِي ڊي يونيورسٽي ڪراچي)
پروفيسر ڊاڪٽر اظهر علي شاهه (سنڌ يونيورسٽي)
پروفيسر ڊاڪٽرمطيع الرحمان (اسرا يونيورسٽي)
پروفيسر ڊاڪٽرمظهر علي ڏوتيو (بينظير ڀٽو شهيد يونيورسٽي)

### ايمبل سٽ

#### ڪار وهنوار

امر فياض ٻُرڙو (پروجيڪٽ ڪوآرڊينٽر)
منور احمد ميمڻ (اسسٽنٽ ڊائريڪٽر)

#### ڊولپمينٽ

شبير ڪنڀار (فونٽ ۽ انسٽالر آئوٽ سورس ڊولپر، گنج ڪمپوزنگ)
عبيدالله ٿهيم (آئوٽ سورس پروگرامر)
رابيل عزيز (گرافڪس، ڪمپوزنگ)
شهريار پتافي (گرافڪس، ڪمپوزنگ)
منظر ميربحر (ڪمپوزنگ)
اقراء جنجهي(ڪمپوزنگ)

### اسٽاف

عطا محمد عباسي
نظر حسين سمو
ثناءُ الله پنهور
بوٽا مسيح



# ايمبل سماچار

Welcome

پليڪار



## فهرست




**عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ (ايمبل)**

دائودپوٽا لائبريري جي پويان، نيشنل هاءِ وي، حيدرآباد

www.ambile.pk  info@ambile.pk  +92-22-9240290 




# اداري جو قيام

سنڌي ٻوليءَ جي وجود ۽ بقا لاءِ انتهائي ضروري هئو ته ان کي ڊجيٽائز ڪيو وڃي ۽ ايندڙ نسلن تائين انهن جي ئي گهرجن آڌار سرشتن سان گڏ پهچايو وڃي. جيئن ته موجوده سيائن کي ڏسي اهو پانئجي ٿو ته ايندڙ وقت ۾ پني/پيپر جي ڪا خاص اهميت نه رهندي ۽ سڀ ڪجهه ڊجيٽل ٿي ويندو، تنهنڪري هڪ اهڙي اداري جي جوڙجڪ جي ضرورت هئي، جيڪو سنڌي ٻوليءَ کي ايندڙ نسلن ڏانهن منتقل ڪري. هوئنئن ته سنڌي ٻوليءَ کي نئون جيئدان ڏيڻ ۾ عبدالماجد ڀرڳڙي جي ڪردار کي وساري نٿو سگهجي جو سندس ڪاوشن سبب سنڌي ٻولي اڄ دنيا جي ڪُنڊ ڪُڙڇ تائين پهچي چُڪي آهي. پر چوته هيءَ ٽيڪنالاجي ڏينهون ڏينهن تازي تواني ٿيندي رهي ٿي انڪري اهو لازمي آهي ته نرالين جدتن سان منهن ڏيڻ لاءِ هڪ ادارو قائم ٿئي جيڪو دنيا جهان جي لاڳاپيل ادارن سان لهه وچڙ ۾ رهي سنڌي ٻوليءَ کي بين الاقوامي ٻولين جي بيهڪ ۾ بيهاري سگهي.

ان سلسلي ۾ انفرادي طور تي مختلف ٻولي دوست ڪم ڪندا رهن پيا ۽ مختلف پروگرامن ۾ اهو آواز اٿاري رهيا هئا ته سنڌي ٻوليءَ کي جديد ڌارائُن آڌار بڻائڻ لاءِ ٻوليءَ جي انجٽڪاريءَ جو ڪو ادارو قائم ڪيو وڃي.

شروعاتي طور ٻولين جي عالمي ڏهاڙي 21 فيبروري 2015ع تي سنڌي لينگئيج اٿارٽي پاران هڪ تقريب ڪوٺائي وئي هئي. جنهن تقريب ۾ عبدالماجد ڀرڳڙي خاص مهمان طور شامل هئو. ان تقريب ۾ تڏهن جي چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين ”عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف سنڌي ڪمپيوٽنگ“ جي قيام، يونيڪوڊ ڪنسورشيم، مائڪرو سافٽ ۽ گوگل جهڙن ادارن سان مستقل ميمبرشپ جا اعلان ڪيا، پر انهيءَ سال ڊاڪٽر فهميده حسين جي اداري مان وڃڻ سبب اهو ڪم اڳتي نه وڌي سگهيو.

ان ساڳي سلسلي ۾ تاريخ 30 جنوري 2016 جو ڏينهن ضرور ڳڻيو وڃي جڏهن سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن پاران ڪراچيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ تي ٽن ڏينهن جي ”ڏيهان ڏيهي ڪانفرنس“ ڪوٺائي وئي هئي، جنهن جي هڪ سيشن سنڌي ٻوليءَ جي ڊجيٽلائيزيشن بابت هئي. ٽيڪنيڪي ماهر طور امر فياض ٻرڙو، شبير ڪنڀار ۽ جمال ناصر چارڻ جن کي ڳالهائڻ جو موقعو ڏنو ويو هئو، جنهن ۾ متين ماهرن سنڌي ٻوليءَ کي جديد ٽيڪنالاجيءَ ۾ داخل ٿيڻ جي ڏکيائين ۽ سولائين بابت آگاهه ڪندي اهاگهر ڪئي ته هن سلسلي ۾ هڪ مڪمل خودمختيار ادارو قائم ڪيو وڃي. تنهن وقت اسيمبليءَ ۾ مخالف ڌر جي ميمبر سائڻ مهتاب اڪبر راشدي صاحبه جن به موجود هيون. سائڻ جي ڪوشش سان








سنڌ اسيمبليءَ ۾ هڪ ميٽنگ ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ ان وقت جو مالياتي وزير سيد مراد علي شاهه صاحب سان گڏ سائٽ مهتاب اڪبر راشدي صاحبه، ڊاڪٽر سڪندر مينڌرو صاحب، جناب نثار احمد کهڙو صاحب، سگا جو بانيڪار ڊاڪٽر سليمان شيخ صاحب، پروفيسر سليم ميمڻ صاحب جن کي امر فياض ٻرڙي ۽ شبير ڪنڀار جن تفصيلي پريزينٽيشن ڏيئي ڪري کين آماده ڪيو ته لئنگئيج انجنيئرنگ جو ادارو جوڙيو وڃي. مٿين صاحبن آمادگي ظاهر ڪئي، پر ڪن اڻٽر حالتن جي ڪري اها ڳالهه اتي ئي رهجي وئي.

ان بعد تاريخ 18 آگسٽ 2016 تي سنڌ جي ثقافت کاتي جي وزير سيد سردار علي شاهه صاحب سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو دورو ڪيو جتي اداري پاران مختلف پروجيڪٽن بابت آگاهي ڏني وئي هُئي. سنڌي ڪمپيوٽنگ جي اڳڀراڻ بابت اداري جي آءِ ٽي



شعبي جي صلاحڪار امر فياض ٻرڙي کين اداري اندر ڊجيٽائيزيشن بابت پريزينٽيشن ڏيندي اهو ٻڌايو ته پوري دنيا اندر انفارميشن ٽيڪنالاجيءَ ۾ تيزيءَ سان جيڪا ترقي ٿي رهي آهي ان ۾ اهو لڳي ٿو ته سنڌي ٻوليءَ کي گهڻن خطرن سان گڏ هي وڏو خطرو اچي ويندو جو اها جديد پروگرامنگ يعني روبوٽڪس انجنيئرنگ يا مصنوعي ذهانتن جي سرشتن ۾ اڳيري نه هوندي، انڪري اهو لازمي آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي انجڻڪاريءَ جو هڪ خودمختيار ادارو قائم ڪيو وڃي. سيد سردار علي شاهه صاحب جن ان ئي ڏينهن ”عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ“ اداري قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. اداري جي عمارت جو بنياد سنڌ ميوزيم پويان وڌو ويو. جڏهن ته ثقافت جي وزير سيد سردار علي شاهه صاحب ڪوششون وٺي سنڌ اسيمبليءَ مان اداري جو ائڪٽ پاس ڪرايو، جيڪو ائڪٽ ”عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ ائڪٽ 2019“ طور 2021 ۾ لاڳو ڪيو ويو.






هئي پاسي وري پوري دنيا ۾ ڊجيٽل ٽيڪنالاجيءَ جي وڏن سرشتن جهڙوڪ گوگل، مائڪروسافٽ، ايپل وغيره ۾ تڪڙين تبديلين ۽ ترقين کي سامهون رکندي فوري طور تي ثقافت کاتي اسڪيم ناهي انتهائي محدود بجيٽ ۾ ٽن ماڻهن تي مشتمل ٽيم ناهي ڪمن جي شروعات ڪرائي. جيڪي ڪم هن نيوزليٽر ۾ شامل آهن.

# اداري پاران

عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ جو ائڪٽ 28 مئي 2021 تي سنڌ اسيمبليءَ مان پاس ٿي، 15 جون 2021 کان لاڳو ڪيو ويو آهي. هن ائڪٽ جي پس منظر ۾ اداري اندر تاحيات ڪو چيئرمين جناب عبدالماجد ڀرڳڙي صاحب جي نگرانيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ڊجيٽائيزيشن ۽ انجنيئرنگ تي مختلف رٿائون هلي رهيون آهن. اها ڳالهه وڏي يقين سان چئي سگهجي ٿي ته هن مختصر دور ۾ جيڪي ڪم ٿيا آهن ۽ جن پروجيڪٽن کي هٿ ۾ کنيو ويو آهي ۽ جيڪي رٿائن ۾ آهن، اهي سنڌي ٻوليءَ جي آئيندي کي محفوظ بڻائڻ ۾ مرڪزي ڪردار ادا ڪندا.

عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ ۾ هڪ ئي وقت ڪيترائي پروجيڪٽ هلي رهيا آهن، جن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي مواد ۽ اصلوڪن ٻولن جي ڊجيٽائيزيشن ڪرڻ لاءِ ڀٽائي پيڊيا ۽ شاهه جو ڪوش به مکيه پروجيڪٽ آهن. ڀٽائي پيڊيا پروجيڪٽ ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ تي سوين سالن ۾ ٿيل ڪم کي سهيڙي، ان تي ڊجيٽائيزيشن جو ڪم جاري آهي. هن وقت تائين ڀٽائيءَ پيڊيا جي ويب پورٽل تي شاهه جي گنج سميت هيستائين لکيل مکيه مرتبن، محققن ۽ شارحن جي ترتيب ڏنل رسالن کي آن لائن رکيو ويو آهي. شاهه جي گنج کي اداري پاران خاص طور تي ناهيل ڪِيبورڊ ۽ سافٽويئر وسيلي ڪمپوز ڪري رکيو ويو آهي. ڀٽائي پيڊيا پورٽل تي شاهه جي رسالي جا انگريزي، فارسي، عربي، اردو ۽ پنجابي ترجما پڻ شامل ڪيا ويا آهن. هن ويب پورٽل تي شاهه جي ڪلام تي ٿيل تحقيقون به موجود آهي.

عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ پاران جوڙيل شاهه جو ڪوش (ڀٽائيءَ جي لغت) تي تيزيءَ سان ڪم هلندڙ آهي. ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ استعمال ڪيل لغت کي سليس سنڌي ۽ انگريزي زبان ۾ ترجمو ڪيو پيو وڃي. هن وقت تائين هزارين لفظ ڪوش ۾ شامل ٿي چڪا آهن ۽ روزاني جي بنياد تي ان کي اپڊيٽ ڪيو پيو وڃي ته جيئن ايندڙ وقت ۾ ڀٽائي جو پيغام ۽ سنڌي ٻولي نه صرف هر شخص آساني سان پڙهي ۽ سمجهي سگهي پر ڪمپيوٽنگ ۾ ڄڙتو ڏاهپ جي ڪُک ۾ داخل ٿي سگهي.

انهن ٻن مکيه پروجيڪٽن کانسواءِ سنڌي ٻوليءَ کي ڄڙتو ڏاهپ (Artificial Intelligence) ۾ داخل ڪرائڻ لاءِ ڪوششون ورتيون پيون وڃن. عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ جي ڪاوشن سبب مئي 2023ع ۾ مائڪروسافٽ جي ڄڙتو ڏاهپ پروگرام ”بنگ“ ترجميڪاريءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ کي شامل ڪرايو ويو آهي. اداري پاران سنڌي ٻوليءَ کي ڊجيٽائيز ڪرڻ لاءِ مختلف سافٽويئر، ڪِيبورڊ، فونٽ تيار ڪيا ويا آهن، جن سان ايندڙ وقت ۾ ٻوليءَ کي گهٽي قدر بچائڻ ممڪن آهي. آءِ فون ۽ سامسنگ ڪمپنين جي بنيادي ڪيبورڊن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو اچڻ ۽ نيورال نيٽورڪ جي ٽريننگن ۾ سنڌي ٻوليءَ جا جملا اڳڪٽ پروگرامنگ ۾ شامل ڪرائڻ ۾ اداري جو بنيادي ڪردار رهيو آهي.

هي ادارو پاڪستان ۾ پنهنجي نوعيت جو نرالو ادارو آهي، جنهن اندر جيڪي به پروجيڪٽ هلي رهيا آهن، تن جي پل پل اپڊيٽنگ جو تفصيل آن لائن موجود آهي، جنهن کي ڪوبه ڪٿان به، ڪنهن به وقت هيٺئين ڪوڊ کي اسڪين ڪري پروڙي سگهي ٿو.



# بورڊ جي ميٽنگ

11 جنوري 2023ع تي عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لينگئيج انجنيئرنگ بورڊ جي پهرين ميٽنگ سنڌ جي ثقافت ۽ تعليم جي صوبائي وزير سيد سردار شاهه جي صدارت هيٺ ڪراچيءَ ۾ منعقد ڪئي وئي. صوبائي وزير سيد سردار شاهه بورڊ جي چيئرمين طور صدارت اجلاس ۾ شرڪت ڪئي. سيڪريٽري ثقافت ڊاڪٽر نسيم الغني سهتو، اداري جي پروجيڪٽ ڪوآرڊينيٽر امر فياض ٻرڙي، سنڌي لينگئيج اٿارٽي جي چيئرمين ڊاڪٽر اسحاق سميجو، ڊاڪٽر مظهر ڏوٺيو، پروفيسر ڊاڪٽر شهنيلا زرداري، ڊاڪٽر سيد اظهر علي شاهه، ڊاڪٽر مطيع الرحمان جن شرڪت ڪئي.

اداري جي ڪوآرڊينيٽر امر فياض ٻرڙي هن وقت تائين ٿيل اڳڀرائين بابت پريزينٽيشن پيش ڪندي چئرمين سان گڏ سڀني معزز ميمبرن کي آگاهي ڏني.

ثقافت کاتي جي وزير سيد سردار شاهه بورڊ اجلاس ۾ چيو ته، سنڌي ٻولي جي ترقي لاءِ ضروري آهي ته ان کي هر قسم جي ڊجيٽل اسڪرين تي آندو وڃي. ٻولين جي ڊجيٽل ڳاڻاپي ڪانپوءِ دنيا جا مختلف ملڪ هاڻي پنهنجين ٻولين جي




ڊجاٽيئزيشن تي وڌيڪ ڪم ڪري رهيا آهن، جاڪاڻ ته هاڻي ڪنهن به ٻولي کي ٻي ٻولي ۾ ترجمو ڪري معلومات حاصل ڪرڻ ممڪن هوندو. سنڌي ٻولي کي لئنگئيج انجنيئرنگ وسيلي ترقي وٺرائڻ لاءِ عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لينگئيج انجنيئرنگ جهڙي اداري کي قائم ڪيو ويو آهي. عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لينگئيج انجنيئرنگ جي بورڊ وٽ فيصلا ڪرڻ جو مڪمل اختيار آهي، بورڊ ۾ به اسيمبلي ميمبرز جي شموليت رکي وئي آهي ته جيئن اڳتي هلي ڪنهن به گهربل قانونسازي لاءِ مدد ملي سگهي.

بورڊ اجلاس ۾ ڳالهائيندي سيڪريٽري ثقافت ڊاڪٽر نسيم



# بورڊ جي ميٽنگ



الغني سهتو چيو تہ اداري جي ڪارونهوار کي هلائڻ لاءِ پلاننگ ۽ ريگيوليشن ڪميٽين جي ضرورت آهي، جنهن سان اداري جي رهنمائي ڪرڻ سان گڏ ٻيا معاملا آساني سان هلائڻ ۾ مدد ملي سگهندي، جنهن کي بورڊ ميمبرز جي تجويزن سان منظور ڪيو ويو.

سنڌي ٻولي جي نيچرل لينگئيج پروسس جي ماهر ڊاڪٽر مظهر علي ڏوتيو چيو تہ هو اڳوات ئي سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ هن ٽيڪنالاجيءَ تي ڪم ڪري رهيو آهي ۽ اها ڀلي ڳالهہ تہ هي ادارو جوڙيو ويو آهي، هن پنهنجا ڪم رضاڪاراڻي بنيادن تي اداري کي سونپڻ بابت آڇ ڪئي.

سنڌي لينگئيج اٿارٽي جي چيئرمين ڊاڪٽر اسحاق سميجو چيو تہ سنڌي ٻولي اختياري ۾ ٻولي جي ڪمپيوٽنگ جو شعبو پڻ موجود آهي، هاڻي عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لينگئيج انجنيئرنگ سان گڏجي ڊڪشنرين ۽ ٻين ڪتابن کي ڊجيٽائيز ڪرڻ ۾ پڻ آساني ٿيندي.

سنڌي ٻولي جي ورڊ پروسيسنگ جي ماهر ڊاڪٽر سيد اظهر شاهہ چيو تہ

عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لينگئيج انجنيئرنگ لاءِ ٽارگيٽ ٻيس پنجن سالن جو پروگرام جوڙيو وڃي، جنهن کي هر سال تحقيقي مقالن جي صورت ۾ منظر تي آندو وڃي. ان ڏس ۾ تحقيق ڪندڙن جي مدد ۽ معاونت پڻ ڪئي وڃي.

سنڌي ٻولي ۾ ڪارپس اينڊ ڊولپڊ پروٽوٽائيپ ورڊ پروسيسنگ جي ماهر ڊاڪٽر مطيع الرحمان چيو تہ ٽرانسليشن ۾ اينڊڙ ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجي جي پيچيدگين کي حل ڪرڻ لاءِ گرامر کي ٻيهر جانچڻ جي شديد ضرورت آهي، تہ جيئن ان کي عالمي معيار مطابق ٺاهي سگهجي.

اجلاس ۾ ان ڳالهہ جو بہ فيصلو ڪيو ويو تہ بورڊ جو ايندڙ



اجلاس هڪ مهيني اندر گهرايو ويندو، جنهن ۾ عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لينگئيج انجنيئرنگ جو سربراهہ جي حوالي سان تجويز پڻ پيش ڪئي وڃي.



# ڀٽائي پيڊيا



## ڀٽائي پيڊيا جو مقصد

شاھ عبداللطيف ڀٽائي بابت مڪمل تاريخي مواد کي آن لائن محفوظ ڪري، صدين تائين خضري عمر ڏني وڃي، تہ جيئن حال ۽ مستقبل ۾ ڀٽائيءَ تي تحقيق ڪندڙ محققن کي آساني سان ان تائين رسائي ملي سگهي.

شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام کي سمجھڻ جي لحاظ کان ڏکئي کان سولو ڪري پنھنجي ايندڙ نسلن جي هٿن تائين انهن جي ئي ميڊيم (يعني ڊجيٽل شڪل ۾) پهچايو وڃي.

شاھ جي رسالي جي پهچ جيڪا هن وقت سنڌي ٻوليءَ ۾ هئڻ ڪري محدود آهي ان کي عالمگير سطح ان کي مختلف ٻولين ۾ ترجمو ڪري دنيا تائين پهچائجي. شاعريءَ جو ترجمو ٿيڻ ممڪن نہ آهي، پر شرح جو ترجمو بهتر انداز ۾ ٿي سگهي ٿو. مشيني ترجميڪاريءَ جي مدد سان تشريح جو ترجمو ڏيڍ سئو کان وڌيڪ ٻولين ۾ سٺي انداز ۾ ڪيو پيو وڃي.

https://www.bhittaipedia.org

| Lexical Density of this Bait | |
|---|---|
| Number of words: | 20 |
| Lexical Words:* | 12 |
| Non-lexical words:** | 8 |
| Lexical Density: | 60.00 % |

## ڀٽائي پيڊيا جو ڏور رس لاڀ

لطيفيات بابت مواد، هڪ مضبوط سرشتي ۾ تاحيات محفوظ ٿيڻ ڪري، ان مان صدين تائين ماڻهو فائدو حاصل ڪندا ۽ اهو سڀ ڪجھ هڪ ئي وقت دنيا جي هر حصي ۾ دستياب هوندو.

ڀٽائي پيڊيا ۾ شاھ جي رسالي جي مادام امينا خميسائي ۽ ڊاڪٽر يعقوب آغا جي انگريزي ترجمي کي بنگ ۽ گوگل ترجميڪاريءَ ۾ (API) جي مدد سان ڳنڍيو ويندو جنهن سان ڀٽائيءَ جو پيغام ڪروڙين ماڻهن تائين پهچندو.

دنيا جي مختلف يونيورسٽين ۾ پڙهندڙ سمورا محقق ۽ مشرقي ڪلاسيڪي ادب ۽ شاعري، تصوف ۽ ويدانتي پيغام، امن ۽ ڀائيچاري تي ڪم ڪري رهيا آهن، اهي هن قيمتي مواد مان فائدو وٺي سگهندا.





ايمبل سماچار




# لاڳاپيل تحقيقي مضمون

لاڳاپيل سُرن تي مختلف ڏاهن ۽ محققن جا مقالا ۽ تحقيقون، جيڪي مختلف رسالن، ڪتابن ۽ اخبارن ۾ ڇپيل آهن، انهن کي ڀٽائي پيڊيا ۾ ترتيب ڏئي رکيو ويو آهي، جنهن سان ايندڙ محققن کي اتي مواد ملي سگهندو.

**سر سُھڻي ميهار جي ڪهاڻي**

**هوتچند مولچند گربخشاڻي**

مغل خاندان جي مشهور بادشاه شاهجهان (1627-1655) جي زماني ۾، پنجاب ملڪ جي گجرات شهر ۾ تلا نالي هڪ هاڪارو ڪنڀر رهندو هو. منيءَ جي ٿانون جوڙڻ جي فن ۾ بينظير هو. خود بادشاه ۽ سندس امير به گهر جي ورتڻ جا ٿانو ڪانئس خريد ڪندا هئا، ۽ مٿس هر قسم جي نوازش ۽ مهرباني ڪندا هئا. انهيءَ ڪنڀار کي هڪ نياڻي هئي، جنهن جو جنم شب قدر جي سڳوريءَ رات جو ٿيو هو. ٻالپڻ کان ئي هن نينگر جي چهري مان نوراني حسن پيو ڀڪندو هو، ۽ جيئن عمر ۾ اسرندي وئي، تيئن سندس جلوو ۽ جمال به زياده ٿيندو ويو. سندس بيمثل سونهن جي ڪري ڪيس سڏيندا ئي 'سهڻي' هئا. سندس ذهن ۽ ذڪاءَ اهڙا اعلى درجي جا هئا، جو ننڍيءَ وهيءَ ۾ ئي سارو 'ڪلام الله' ڪنٺ ڪري ڇڏيو هئائين. مطلب ته چوڏهن ورهين جي ڄمار ۾ چوڏس جو چنڊ ٿي پيئي.

# وڊيو ۽ آڊيو مواد

ڀٽائي جو ڳايل ڪُل ڪلام، بيت ۽ وايون، آڊيو ۽ وڊيو جي صورت ۾ بيت يا وائي جي لِڪ سان گڏ اتي موجود آهي.



**- سُر ڪلياڻ جي داستان پهرئين جو بيت**

عاشِقُ چَئُہ مَ اُنَ کي، مَ ڪِي چَئُہ مَعشُوقُ،
خالِقُ چَئُہ خامَ ٿُون، مَ ڪِي چَئُہ مَخلُوقُ،
سَلِجِ تَنهِن سَلوڪُ، جو ناقِصا نِڪِتو.

0:09 / 0:18

# لفظن جي معنيٰ

شاهه جي بيتن ۾ موجود لفظن تي ڪِلڪ يا ٽَچ ڪرڻ سان ان لفظ جي سليس معنيٰ، مفهوم مثال به ڏنو ويو آهي. ايتري قدر جو انگريزيءَ جي معنيٰ ۽ جيڪڏهن ان لفظ جو ڪو جسم آهي ته ان جي تصوير به رکي وئي آهي. جيئن اهو سمجهي سگهجي ته ڀٽائيءَ جي ان لفظ مان ڇا مراد آهي.

**سِڙُهُ** (siRu'hu - सिड़हु)

ٻيڙِيءَ جو واءُ جهليندڙ ڪپڙو، بادبانُ، شراع.

The sail of a vessel.

ذريعو: **ڀٽائي پيڊيا**



بند ڪريو

# اسم ڪردار

بيتن ۽ واين ۾ ذڪر آيل مختلف اسمن، جن ۾ انساني ڪردار، فطري جيوت، نباتات وغيره جي سائنسي بنيادن تي جاڻ پروفائل جي صورت ۾ رکي وئي آهي. جيئن ٻاٻيهو آهي ته ان جون تصويرون، آواز ۽ ان جي جيوت تي تفصيلي جاڻ ڀٽائي پيڊيا تي موجود آهي.








# عالمي معيار جو ويب پورٽل



ڀٽائي پيڊيا جو ويب پورٽل بهترين ڊيک سان، سهڻن ۽ جديد فونٽس سان سينگاريو ويو آهي. ڀٽائي پيڊيا جو ويب پورٽل هلڻ ۾ تمام تيز، هر قسم جي وائرس توڙي بَگ کان آجو آهي. هن ويب پورٽل ۾ ڪنهن به قسم جو ڪو اشتهار موجود ناهي. ڀٽائي پيڊيا شاهه ڀٽائي، سندس شاعري توڙي سنڌي ٻوليءَ بابت هڪ جديد پليٽفارم آهي، جتي ٻوليءَ جي واڌ ويجهه لاءِ مستقل بنيادن تي ڪم هلندڙ آهي.




# گنج جي ڪمپيوٽرائزڊ لکت

ڦهريون ڦيرو، فقير عبدالعظيم ۽ رمضان جت جن جو سنڌن هٿن سان لکيل "گنج" عڪسي توڙي ٽيڪسٽ فارميٽ ۾، گنج جي نئي فانٽ ۾، انٽرنيٽ تي شايع ڪيو ويو آهي. شاهه جي گنج کي ڊجٽائيز ڪرڻ لاءِ خاص طور تي الڳ سان ڪِي بورڊ ۽ فانٽ ٺاهيو ويو آهي، جنهن جي مدد سان شاهه جو گنج ڊجيٽل فارميٽ ۾ دنيا جي هر حصي ۾ پڙهي سگهجي ٿو، جيڪو ڪجهه سال اڳ تائين فقط هٿ لکت ۾ موجود هو.

## شاهه جو گنج

پُڄَنِ ڄيْ مِهارَ کيْ پُڄِيْ سِيْ مِهارُ ؞
تُرَهُوْ تَنِ بارُ عِشْقُ جَنِ کيْ آڪِرُوْ ؞



# نيٽڻ تار ڊيڪ



اکين ۽ نظر جي حفاظت لاءِ ڀٽائي پيڊيا جي ويب پورٽل کي رات جو پڙهڻ وارو ڊيڪ (نائيٽ موڊ) جي سهولت سان ناهيو ويو آهي، جيئن اسڪرين جي روشنيءَ سبب اکيون ۽ نظر ٿڪ آسانيءَ ۾ هجن.



ڊي موڊ



نائيٽ موڊ

# مڪمل ريسپانسِو ويب پورٽل



هر قسم جي اسڪرين جنهن ۾ ليپٽاپ، ٽيبليٽ توڙي موبائل شامل آهن ۽ وڏي اسڪرين تي به رواني سان هلندڙ مڪمل جديد ريسپانسِو ويب پورٽل.

**شاھ عبداللطيف ڀٽائي**
- ڀٽائيءَ بابت
- شجرو
- ڀٽائيءَ جا پنڌ ۽ پيچرا
- حالتن جي وارتا (timeline)

**ڀٽائيپيڊيا**
- ڀٽائيپيڊيا بابت
- گنج کان ڀٽائيپيڊيا تائين
- شاھ جو ڪوش

**ٻولن جو اڀياس**
- ٻولن ۾ اسم
- ٻولن ۾ صفتون
- ٻولن ۾ فعل
- ٻولن ۾ ظرف
- سڄو ڪارپس

**اسان بابت**
- ڀٽائيپيڊيا ٽيم
- لاگ بوڪ
- ٽيڪنالاجي ٽيم
- رابطو ڪريو

© 2020-2023 ڀٽائي پيڊيا - عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ (ثقافت کاتو، سنڌ حڪومت)

ڀٽائي پيڊيا پورٽل آخري ڀيرو 2023-05-18 جي 15:34 تي اپڊيٽ ٿيو.

# سنڌي آف لائن او سي آر سافٽويئر

مئي
2022ع
تي عبدالماجد
پرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف
لينگئيج انجنيئرنگ پاران سنڌ

ٻولي جي پهرين "ايمبل حمز علي او سي آر" سافٽويئر، مائيڪرو سافٽ ونڊوز آپريٽنگ سسٽم لاءِ متعارف ڪرايو ويو، جيڪو ڊيسڪ ٽاپ ڪمپيوٽر ۽ ليپ ٽاپ تي قابل استعمال هوندو. هن او سي آر سافٽويئر آفيشن ويب سائيٽ تان ڊائون لوڊ ڪري سگهجي ٿو.

او سي آر جو مطلب "آپٽيڪل ڪرڪٽر ريڪگنيشن" Optical (Character Recognition) آهي. هي پروگرام ڪمپيوٽر جي هڪ اڻڪل تي مشتمل آهي، جنهن ۾ او سي آر اسڪين ٿيل دستاويز ۾ متن کي سڃاڻي ٿو. هي پروگرام اسڪين ٿيل دستاويزن ۽ تصويرن ۾ متن کي سڃاڻڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي. تصوير مان متن کي روڙي ان کي ٻيهر حرفي طور استعمال ڪرڻ لاءِ هي او سي آر سافٽ ويئر استعمال ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن هڪ ڪاغذ جي دستاويز يا تصوير کي اسڪينر مان اسڪين ڪيو وڃي، ان ۾ هڪ ڊجيٽل تصوير سان هڪ فائل ٺهندو. فائل TIFF / JPGيا PDFجي فارميٽ ۾ هوندو پر اهو اليڪٽرانڪ فائل اڃا تائين اصل دستاويز جي صرف هڪ تصوير آهي. اسڪين ٿيل اليڪٽرانڪ دستاويز کي او سي آر پروگرام ۾ لوڊ ڪرڻ سان او سي آر پروگرام ان کي اکري طور سڃاڻندو ۽ دستاويز کي قابل تدوين ٽيڪسٽ فائل ۾ تبديل ڪندو.

هي سنڌي او سي آر سافٽويئر ٽيڪسٽ باڊي ۾ استعمال ٿيندڙ سڀني يونيڪوڊ معياري سنڌي فونٽس جو ٽيڪسٽ پڙهي سگهي ٿو (سواءِ ڪاسميٽڪ فونٽس جي).

او سي آر سافٽويئر ورلڊ وائڊ ويب استعمال ڪندڙن تائين آسان رسائي لاءِ پراڻن سنڌي ڪتابن جي آن لائن اشاعت ۾ تحقيق کي هڪ نئون رخ ڏنو آهي. ان ڪانسواءِ هي سافٽويئر انٽرنيٽ جي دنيا ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ڊيٽابيس کي وڌائيندو.

## سنڌي OCR سافٽويئر مان ڪير لاڀ حاصل ڪري سگهندو ؟

- پبلشنگ هائوس
- ميڊيا هائوسز
- يونيورسٽين سميت تعليمي ادارا
- آن لائن ڊيٽابيس گڏ ڪرڻ وارا ادارا/فرد
- انفرادي محقق.










# شاهه جو
# ڪوش

The Dictionary of Shah Abdul Latif Bhittai



”شاهه جو ڪوش“ ڀٽائي پيڊيا جو انتهائي اهم ڀاڱو آهي جنهن ۾ رسالي اندر ڪتب ٿيل هڙني ٻولن جي سولي سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ معنائن سان گڏ گرامر جي ترڪيب تي ٻڌل معلومات جو خزانو شامل آهي.

هن وقت تائين سنڌي ٻوليءَ جي جديد لکت ۾ پراڻو دستاويز گنج يعني شاهه جو رسالو مليو آهي. شاهه جي ڪوش ۾ ان گنج (رسالي) ۾ استعمال ڪيل هڙني لفظن جي لغت جدا نهي رهي آهي، جنهن ۾ هر لفظ ديوناگري، رومن سان گرامر جي ٽيگ، ان جي ضد ۽ هم معنا لفظن سان ملندو ۽ پڻ اهو لفظ ڪهڙن بيتن ۾ آهي ان جا حوالا پڻ ڏنل آهن.

شاهه جو ڪوش ۾ ڀٽائيءَ جا ڪافيا ۽ هم معنيٰ لفظ پڻ شامل ڪيا ويا آهن.

شاهه جو ڪوش ۾ هن وقت تائين رسالي ۾ موجود هزارين لفظن جون معنائون شامل ڪيون ويون آهن. شاهه جو ڪوش کي روزاني جي بنيادن تي اپڊيٽ ڪيو پيو وڃي.








ڪوش ۾ ڪافي نرالين شيون پڻ رکيون ويون آهن جيئن شاهه ۽ رسالي بابت بڻيادي ڄاڻ وغيره. جن جا عنوان ٻه رسالي جي بيتن مان ڪنيا ويا آهن. گڏوگڏ رسالي جي بيتن مان چونڊيل اُهي سٽون، جيڪي ٻوري لوڪ. مقبول چوڻيون ڪري چڙيون آهن، انهن کي ٻه ” لاٽ جا لطيف جي“ عنوان سان رکيون ويون آهن.

गहनगहरअआ تِلُ سُخَنُ परदेसा گُونَدَرَ
پَرڪَندِين Fly, Went off, Go far away
Body, corpus Miserious آسَنَ Will, Wish پَرِياڻُ होड़ سَمَرُ سَنَاسَ
اُهِجاڻُ वाहुڙَ डायिलु
ओतारआ लकने وِينتيُون Gargles مَضمَضا
ڪِينَرَ پِتُون Relationship ڪَرڪَٽا
داڳِي ڪَتُورِيءَ تانُ Fragrance سَنِيهڙا آتاسِي پيچرا
سَنگهرو

ڪوش ۾ هر لفظ سان گڏ سنڌي ديوناگري ۽ رومن ٻه ڏني وئي آهي ته جيئن انٽرنيٽ انجڻيون جهڙوڪ گوگل، ياهو، بنگ وغيره سنڌي ٻوليءَ جي اوائلي لفظن کي پنهنجي مشيني ترجميڪاريءَ ۾ سولائپ سان شامل ڪري سگهن.

ڪوش ۾ گهربل ٻولن سان گڏ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي بيتن جا حوالا پڻ رکيا ويا آهن. ان ڪانسواءِ شاهه جي ڪوش ۾ جن لفظن جو مادي وجود آهي، انهن جا عڪس ٻه شامل ڪيا ويا آهن ته جيئن لاڳاپيل ٻولن جي پوري ڄاڻ تي سگهي.

## ٻولُ مَ وِساريج

nak'u - नकु - نَڪُ

بدن ۾ ساهه کڻڻ جو هڪ عضوو، بدن جي پنجن حواسن مان هڪ حواس، ناسڪو، پيني، آنڪَ ناس. شرم، پتو، حيا، لَڄ، مَرَمَ، مَرجاتا.

## لاٽِ جا لطيفَ جِي

ٻاهِرِ ٻيلا ٻوڙِئين، ڪَنڌِيءَ سُڪائِين ڪانهَن.



English | देवनागरी | سنڌي

## شاهه جا قافيا

نَيرَي، گهيرَي مَيرَي.

## آيو سو اُلٽ

| ڪَثرَت | وَحدَت |
|---|---|
| (kasrat'a - कसत) | (vahdat'a - वहदत) |

## هُنا اڳهِين گڏ

مهر، مهرباني، رحم، ڪهل، قِياس، ٻاجه، مرحمت، بخشش، مغفرت، احسان، ٽورو، وڙ، قرب، محبت، پيارُ

# گھڻ ٻوليائي فونٽ

ايمبل

فونٽ عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيوٽيوٽ آف لينگئيج انجنيئرنگ پاران تيار ڪيو ويو آهي. ايمبِل فونٽ پندرهين صديءَ کان سنڌي ٻوليءَ جي عربڪ-پرسو لِپيءَ جي مختلف نمونن کي چِٽيءَ طرح واضح ڪري ٿو، جيئن سَن 1793ع ۾ ظاهر ٿيل عبدالعظيم عُرف سيد وڏل شاھ جو ترتيب ڏِنل ”شاھ جو گنج“ ۽ سَن 1866ع ۾ ارنيسٽ ٽرمپ پاران جرمنيءَ مان ظاهر ٿيل ”شاھ جو رِسالو“ ۾ شامل ٿيل هڙني اکرن کي هن فونٽ ۾ سُهڻي نموني سان ڏيکاريو مليل آهي. اداري پاران هِي فونٽ سنڌي ٻوليءَ جي واڌ ويجھ لاءِ رکيو ويو آهي، جيئن ڪتابَن کان ايپليڪيشنن ۽ ويبسائٽن تي پندرهين صديءَ کان سنڌي ٻوليءَ جي مختلف لکتن کي اکري نموني سان لکيو وڃي.

ايمبل ( (AMBILEجا هن وقت ٽائين ٽي لکتون (جديد سنڌي لکت، ارنيسٽ ٽرمپ جي لکت، شاھ جي گنج جي لکت) موجود آهن جن ۾ موجود خاصيتون هيٺ ڄاڻايل موجود آهن:

- گھَڻ ٻوليائِي
- چِٽِي لکائِي
- يونيڪوڊ اسٽينڊرڊ مطابق
- ڇپائيءَ لائق



سنڌي | اردو | انگريزي | عربي | فارسي | پنجابي | گنج ۽ ٽرمپ جي لکت



# سنڌو سڀيتا فونٽ

اداري پاران ڏکڻ ايشيائي ٻولين ۽ سنڌو سڀيتا لکت تي تحقيق ڪندڙن لاءِ سنڌو سڀيتا فونٽ (IVC) جوڙيو ويو آهي، جنهن سان ٻوليءَ تي تحقيق ڪندڙن لاءِ هي فونٽ مددگار ثابت ٿيندو. هن فونٽ وسيلي سنڌو سڀيتا جي مُنجهيل لکت ڪي اڃا ٻه چڱيءَ ريت سمجهي سگهجي ٿو. پنهنجي نوعيت جو هي ڪم انتهائي اهم آهي.

هي فونٽ موهن جي دڙي مان مليل جناب آسڪوپرپولا جي ڏنل ڪارپورا جيڪو 1839 نشانين تي ٻڌل آهي،

تن هڙني نشانين، سنڌي هٽ واڻڪي، ٽرمپ ۽ گنج جي لکت کان جديد لکتن جي هڙني اکرن ۽ علامتن تي آڌاريل آهي. جيڪو پوري دنيا ۾ سنڌو سڀيتا جي لکتن ۽ موهن جي دڙي جي لکت ڪي پاچ ڪرڻ ۾ مدد ڏيندو.

سنڌو سڀيتا فونٽ (AMBILE IVC Font) ۾ هزارين نشانيون ڏنيون ويون آهن. هن فونٽ ۾ سنڌو سڀيتا لکت، خداوادي لکت، شاهه جي گنج ۾ استعمال ڪيل عربڪ پرسو لکت، ڊاڪٽر ارنسٽ ٽرمپ جي لکت ۽ جديد سنڌي لکت ڪي شامل ڪيو ويو آهي.

## موجوده سنڌي لکت

| | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| ث | ڎ | ۾ | ن | ڙ | ڳ | پ |
| چ | | | ڨ | | | |







# خداوادي لکت

# سنڌو سيپتا لکت

هي فونٽ کي ڪيئن استعمال ڪري سگهجي ٿو؟

- ٽيبل ۾ ڏنل نشانيءَ جي چونڊ ڪريو ۽ ان جو قدر Code Value ڏسو، جيڪڏهن نشانيءَ 𑊲 جي افقي (Value)، B112 ۽ عمودي نمبر 7 آهي ته ان جو B7112 Value Code ٿيندو.
- مٿئين ڪوڊ کي ٽائيپ ڪريو ۽ پوءِ Alt+X کي بنا اسپيس ڏيڻ جي دٻايو.
- ڪوڊ ٽائيپ ڪرڻ کانپوءِ هڪ چونڊي نشاني ظاهر ٿيندي، ان نشاني کي چونڊي (Select) ڪريو.
- فارميٽنگ ٽول بار ۾ "AMBILE IVC Script" چونڊيو

(select) ڪريو، اسڪرپٽ جي گهربل نشاني متن جي شڪل ۾ ظاهر ٿي ويندي.

# ارنيسٽ ٽرمپ ۽ گنج لکت

| | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| آ | ڐ | ڎ | ڈ | ژ | گ | ن |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ٹ | ے | ڨ | " | ی |



# پولن جو پنڊار (ڪارپس)

اداري پاران ”سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪَتب ايندڙ ٻولَن جي ڪاڻ“ (Corpus)جو پروگرام جوڙي آن لائين رکيو ويو آهي، جنهن ۾ اڳوات ڪان ئي ڏيڍ لک ڪان مٿي لفظ شامل ڪيا ويا آهن.

هي پروگرام ”پائيواري ڪمن آڌار“ ( Community contribution) طور ٺاهيو ويو آهي ته جيئن مختلف ڀاڱن، پرڳڻن ۾ رهندڙ سنڌي پنهنجي علائقي ۽ لهجي ۾ ڳالهايا ويندڙ سنڌي ٻولَ هن ڪارپس ۾ شامل ڪري سگهن.

ڪارپس جا ٻه مکيه ڀاڱا آهن:

پهرين ڀاڱي ۾ ڪو به شخص نوان لفظ داخل ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن ڪو شخص سنڌي ٻوليءَ جي مُروِج گرامر ۾ پڙ آهي ته ٻئي ڀاڱي ۾ اهو اڳوات داخل ڪيل لفظن جي ترڪيب ڪري سگهي ٿو، ته ڪهڙو لفظ ”ڳالهائڻ جي ڪهڙي قسم“ جو آهي. هن پروگرام ۾ ماڻهن آسانيءَ لاءِ فيس بڪ لاگ ان (Login) سرشتو رکيو ويو آهي، جنهن ۾ ڪنهن اڪائونٽ ٺاهڻ جي ڪا ضرورت نه پوندي، فقط هڪ بٽڻ دٻائڻ سان پروگرام فيس بڪ کاتي کي هِن ڪارپس سان ڳنڍي وٺندو. اُن جو بنيادي اهو ئي آهي ته هر شخص جي ڀاڱيواري ڳاڻيٽي ۾ ايندي.

ڪارپَس جا فائدا:

سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪافي سارا لفظ ٻاهرين ٻولين مان اچي، هتي جهڙوڪ پنهنجا ٿي ويا آهن، جن کي اسان عام طور تي ڪتب آڻيندا آهيون، اهي سڀ ٻول هڪ هنڌ ڪٺو ڪري سنڌي ٻوليءَ اندر لفظن جو ڪاٿو ڪري سگهنداسين. ان سان گڏ ڪمپيوٽنگ، مصنوعي ذهانت (آرٽيفيشل انٽيليجنس) جي مختلف پروگرامن ۾ سنڌي ڪارپس ۽ ترڪيبڪاريءَ کان ويندي ترجمن ۾ به هيءَ لفظي ڪاڻ سنڌي ٻوليءَ تي ڪم ڪندڙ مختلف محققن کي پڻ جهجهو فائدو ڏيندي تنهن کانسواءِ بين الاقوامي سرشتن کي پڻ سنڌي ٻوليءَ جو خام مواد ملي سگهندو.

https://www.ambile.pk/dev/corpus/



## سنڌي ٻولَن جِي ڪاڻ

## Corpus of Sindhi Language

## 1.56 لک لفظ

لفظ داخل ڪرڻ لاءِ فيسبڪ ذريعي لاگ ان ڪريو



### هاڻوڪا داخل ڪيل لفظ

ٻيڀاهو - ٻُوهو - ٻُوها - ٻوهُ - ٻولاهو - ٻُوڪَٽُ - ٻڪر - ٻرهل - ٻچڙاندڻ - ٻَجِهي - ٻجوڳو - ٻتالو - ٻاهو - ٻاهرو - ٻانڊُو - ٻالنيِ - ٻاگهولوٽو - ٻاڌارو - ٻاڌ - ٻاٽوَن - ٻُهانڊُ - ٻهڪائڻ - ٻُوهاڙُ - ٻُونڊَڻُ - ٻُونڊارِ - ٻُونڊُ - ٻَڌُ - ٻُجرِ - ٻٽُ - ٻاهڻ - ٻاهُڙجڻ - ٻانڊاهو - ايرڙي - اايرڙو - اَهَ - اوهيرو - اوهِيرَ - اوڳارڻ - اوهر - اوڳ - اوڪارجڻ - اوڙو - اويڙُ - اُنيو - اُومَڙُ - اَڙُ - اسو - ارو - اَڌڪُڙُ - اَنَهُ -

# هِسڌار

عبدالماجد پرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ پاران نرالو پروگرام ٺاهيو ويو آهي، جنهن کي"پاٽمرادو هيسڌار پروگرام" نالو ڏنو ويو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ "ھ" جون شڪليون لڳ ڀڳ چار آهن، جيڪي "ھ، ھ، ه، ـہ" آهن، پر هن مهل تائين پريس جي ڇاپن کان اخبارن ڪتابن ۾ انهن شڪلين جو استعمال درست نموني سان نہ ڪيو ويو آهي، جنهن ڪري مشينيءَ استعمالن ۾ چڪون اچن ٿيون. هي پروگرام "ھ" جي شڪلين کي پاٽمرادو درست ڪري ڏي ٿو.

هي بنيادي طور تي ٻن لفظن جو ڳنڍڪو آهي يعني (ھ + سڌار). انٽرنيٽ ۽ ڪتابي دنيا ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لکت ۾ "ھ" جون اڻڳڻيون چڪون موجود آهن، جن جي ڪري سنڌي ٻوليءَ لاءِ اڳتي هلي گهڻا مونجهارا ٿيندا. انڪري هي پروگرام ترتيب ڏنو ويو آهي، جنهن سان هتي سنڌيءَ ۾ اڻ سڌريل مواد جنهن ۾ "ھ" جون شڪليون (ھ، ہ، ھ، ـھ، ـھ، ـھ، ـه ۽ ـہ) درست نہ



هجن اهو رکي صرف ٻٽڻ دٻائڻ سان سڄي جو سڄو متن درست ٿي ويندو.

هي پروگرام بنيادي چڪون درست ڪري ٿو، هن تي ڪم اڃا هلي رهيو آهي، انڪري گهرو يا گهرو جهڙن ٻولن بابت نشاندهي ڪندو.

## اوهان جو ڏنل متن

واچون ولي رڙندا رسندا اچي چونگ ڪنگ سينٽر وٽ پهتاسين، جيڪو تقريباً ناٿان روڊ جي چيڙي تي هو ۽ ان کان ٿورو اڳيان هي روڊ ختم ٿي ٿيو. چونگ ڪنگ سينٽر هڪ تمام وڏو گهڻ ماڙ واپاري سينٽر آهي، جنهن ۾ ڪئي دڪان ۽ هوٽلون آهن. هن جي آخري منزل تي رهائش جي هوٽل به آهي، جنهن ۾ ڪيترائي هندستاني ۽ پاڪستاني سياح اچي رهندا آهن. هيءُ هوٽل ٻين جي ڀيٽ ۾ سستي آهي. هن سينٽر جا گهڻا دڪان هندستانين جا آهن جن ۾ ڪيئي دڪان سنڌي هندوئن جا به آهن. مشهور هندستاني فلمن جا ڪيسٽ ٺاهيندڙ ڪمپني اسڪوائر ( Esquire) جنهن جا ڪيسيٽ سڄي دنيا ۾ وڪامن ٿا، تنهن جا به دڪان هن سينٽر ۾ آهن. هن ڪمپني جا ٻيا به ڪيترائي دڪان توهان کي هانگ ڪانگ جي مختلف سپر مارڪيٽن ۾ نظر ايندا. هيءُ ڪمپني ٻڻ هڪ سنڌو هندوءُ جي آهي جنهن تي توهان کي سيلزمين گهڻو ڪري سنڌي نظر ايندا. سنگاپور جيان هتي به سنڌي هندو واپاري وڏي تعداد ۾ آباد آهن. هتي هندن جا وڏا وڏا ڪاروبار آهن. هانگ ڪانگ جي مشهور فيو اسٽار هوٽل هاليڊي اِن جو مالڪ هڪ سنڌي هندو آهي. اڃا به وڏن ڪاروبارن ۾ توهان کي سنڌي هندو نظر ايندا. هانگ ڪانگ جي درآمدي ۽ برآمدي واپار تي به سنڌي هندو ڇانيل

سُڌاريو

## هِسڌار ٿيل متن

واچون ولي رڙندا رسندا اچي چونگ ڪنگ سينٽر وٽ پهتاسين، جيڪو تقريباً ناٿان روڊ جي چيڙي تي هو ۽ ان کان ٿورو اڳيان هي روڊ ختم ٿي ٿيو. چونگ ڪنگ سينٽر هڪ تمام وڏو گهڻ ماڙ واپاري سينٽر آهي، جنهن ۾ ڪئي دڪان ۽ هوٽلون آهن. هن جي آخري منزل تي رهائش جي هوٽل بہ آهي، جنهن ۾ ڪيترائي هندستاني ۽ پاڪستاني سياح اچي رهندا آهن. هيءُ هوٽل ٻين جي ڀيٽ ۾ سستي آهي. هن سينٽر جا گهڻا دڪان هندستانين جا آهن جن ۾ ڪيئي دڪان سنڌي هندوئن جا بہ آهن. مشهور هندستاني فلمن جا ڪيسٽ ٺاهيندڙ ڪمپني اسڪوائر ( Esquire) جنهن جا ڪيسيٽ سڄي دنيا ۾ وڪامن ٿا، تنهن جا بہ دڪان هن سينٽر ۾ آهن. هن ڪمپني جا ٻيا بہ ڪيترائي دڪان توهان کي هانگ ڪانگ جي مختلف سپر مارڪيٽن ۾ نظر ايندا. هيءُ ڪمپني ٻڻ هڪ سنڌو هندوءُ جي آهي جنهن تي توهان کي سيلزمين گهڻو ڪري سنڌي نظر ايندا. سنگاپور جيان هتي بہ سنڌي هندو



# آءِ فون ۽ سامسنگ ۾ سنڌي ڪِي بورڊ




سمارٽ فونز جي ڪِيبوردن جو لي آئوٽ ۽ سنڌيءَ جي عربڪ پرسو لکتن جو ٻوليِ تاجي پيٽنو ٺاهي، دنيا جي ڪيبورڊ ڊولپر ادارن ڏانهن موڪليو ويو. جيئن دنيا جهان جا ڪيبورڊ سرشتا، ان تاجي پيٽني کي پنهنجي پروگرامنگ ۾ داخل ڪري سگهن. جنهن سان آءِ فون ۽ سامسنگ ڪمپنين پنهنجي بنيادي ڪيبوردن ۾ سنڌي ٻولي داخل ڪري ڇڏي آهي.

هن وقت سمارٽ فونز ٺاهيندڙ دنيا جي ٻن وڏين ڪمپنين آءِ فون ۽ سامسنگ ۾ سنڌيءَ ٻولي جي ڪِيبورڊ ڪي سولي نموني ايڊ ڪري سنڌي لکي سگهجي ٿي. سنڌي

سامسنگ سمارٽ فونز جي ڪيبورڊ (Samsung Keyboard)۾ سنڌي ٻولي داخل ڪرائي وئي آهي. سامسنگ ڪيبورڊ جو تازو نئون ڪيل ورزن

( v 5.2.40.0 ) آهي. جيڪو اينڊرائڊ ورزن 11 ۽ ان کان مٿي جي ورزنز ۾ شامل ٿي چڪو آهي.

## ڪِيبورڊ جون خاصيتون:

- ڪِيبورڊ جي اڳڪٿ پروگرامنگ ۾ سنڌي ٻوليءَ جا هزارين لفظ ڊڪشنريءَ ۾ شامل ڪيا ويا آهن.
- شاهه جو رسالو ست آڏار ڪِيبورڊ ۾ رکيو ويو آهي. جيئن ڪِيبورڊ ۾ اڄ پڻ صرف لکو ته مٿي ڏس ڏيندڙ پٽيءَ ۾ بيت جا مٿيان ٻول پاڻمرادو اچي ويندا، ان ٻول تي آڱر رکڻ سان اهو ٻول مڪمل اچي ويندو.
- ساڳي طرح سنڌي ٻوليءَ جا ٻه هزار کان وڌيڪ پهاڪا به اڳڪٿ ڪِيبورڊ ۾ ۾ رکيا ويا آهن.
- عام طور ڳالهائڻ ٻولهائڻ وارا جملا جيئن سلام دعا حال احوال وٺڻ ۾ جيڪي عام ڪتب اچن ٿا انهن کي شامل ڪيو ويو آهي.
- سنڌي سر موڙ ناﻻ پڻ اڳوات شامل ڪيا ويا آهن.

# اي ايس يونيڪوڊ ڪنورٽر

يونيڪوڊ سسٽم تي مبني نہ هجڻ ڪري سنڌي اخبارن ڪان ويندي ڇپائي گهرن تائين موجود محترم اياز شاھ جي پراڻي سنڌي لکت جو اڻگٽيو مواد استعمال قابل نہ هو. جنهن ڪري وري يونيڪوڊ سسٽم ذريعي جديد سنڌي لکت ۾ آڻڻ لاءِ ضروري هو تہ ان مواد کي يونيڪوڊ آڌار بدلائي استعمال قابل بڻائجي.

عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ پاران ان مسئلي کي مُنهن ڏيڻ لاءِ ”اي ايس يونيڪوڊ ڪنورٽر“ (AS to UNICODE converter) جوڙيو ويو آهي. هي پروگرام 1991ع کان 2001ع تائين، اياز شاھ اسڪرپٽ ۾ ڪمپوز ٿيل ان مواد کي يونيڪوڊ ۾ استعمال ڪرڻ لائق بڻائي ٿو جيڪا لکت ناڪاره ٿي چڪي هئي. هي پروگرام پبلشنگ هائوسن ۽ اخباري ادارن کي پراڻي لکت کي بغير ڪنهن وڏيڪ محنت ڪرڻ جي يونيڪوڊ ۾ منتقل ڪري وقت بچائي ٿو.

https://www.ambile.pk/conv/a2s/

اي.ايس کان يونيڪوڊ ڦيرٽو

پُراڻي سنڌي لکت (بنا يونيڪوڊ واريءَ) کي ايم.بي سنڌي ۾ تبديل ڪندڙ هي پروگرام، ڪمپيوٽر تي پراڻي ڪمپوز ٿيل مواد کي جديد لکت ۾ ڦيرائي سنوت ۾ آڻي ٿو.

| پراڻي ڊجيٽل لکت ۾ | سڌاريل ڊجيٽل لکت ۾ |
|---|---|
| ٻاڀِلُ ٻڌاڀِيلُ ڀِڏِيلُ، ڵحي ٻنڵد ٻتّهاڊِ، ڏوبنجِ جوَل ڏڵڏاڊِ، ڠاڵل ٻنٿ آباڊ ڀِڏِيلُ. | سانيم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سُڪار، دوست تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين. |

| اوهان جو ڏنل متن | ڪنورٽ ٿيل متن |
|---|---|
| هتي اُتاريل متن وجهو | نتيجو... |

ڦيرايو

## پراڻي ڊجيٽل لکت

ٻاڀِلُ ٻڌاڀِيلُ ڀِڏِيلُ، ڵحي ٻنڵد ٻتّهاڊِ،
ڏوبنجِ جوَل ڏڵڏاڊِ، ڠاڵل ٻنٿ آباڊ ڀِڏِيلُ.

## نئين ڊجيٽل لکت

سانيمِ سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سُڪارَ،
دوستَ تون دلدارَ، عالم سڀ آباد ڪرين.

پُراڻي سنڌي لکت (بنا يونيڪوڊ واريءَ) کي ايم.بي سنڌي ۾ تبديل ڪندڙ هي پروگرام، ڪمپيوٽر تي پراڻي ڪمپوز ٿيل مواد کي جديد لکت ۾ ڦيرائي سنوت ۾ آڻي ٿو.



 https://el.sindhculture.gov.pk/ 



HOME ABOUT BOOK TOPICS RESOURCES DICTIONARIES CONTACT US

# Revamping the
## Culture of Research & Study
## Sindh e-Library
(A milestone of more than 100 million **Digital Books**)







# ثقافت کاتي جي ڊجيٽل لائبريري

ثقافت کاتي حڪومتِ سنڌ پاران ٻولي جي واڌ ويجهه ۽ شعور جي پکيڙ خاطر ڪتابن جو آن لائن ڊيٽابيس جوڙڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

ڪتابن جي آن لائن رسد لاءِ عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ پاران ثقافت کاتي حڪومتِ سنڌ لاءِ ڊجيٽل لائبريري جوڙي وئي. هن آن لائن لائبريري ۾ ڏهه ڪروڙ کان مٿي ڪتاب ڳڌيل سهڪاري سرشتي تحت موجود آهن.











# سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ جو آن لائن ڪتبخانو




سنڌي ٻولي اٿارٽي سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري، بچاءَ ۽ ترقيءَ لاءِ 21 فيبروريءَ 2023ع تي سنڌي ٻوليءَ جو آن لائن ڪتبخانو پڌرو ڪيو ويو. اهو آن لائن ڪتبخانو عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگيج انجنيئرنگ پاران ٺاهيو ويو آهي، جنهن ۾ هزارين ڪتاب شامل ڪيا ويا آهن. هن آن لائن ڪتبخاني ۾ سنڌي ٻوليءَ اهم موضوعن تي شايع ٿيل ڪتابن، رسالن، تحقيقي جرنلز ۽ اخبارن کي ڊجيٽلائيز ڪيو پيو وڃي.

هن آن لائن ڪتبخاني جو بنيادي مقصد ويب تي ٻڌل ورچوئل ريسورس ٺاهڻ آهي. هن ويب پورٽل وسيلي سنڌ، پاڪستان ۽ سڄي دنيا جي اديبن، تعليمي ماهرن ۽ محققن کي سهولت مهيا ڪئي پئي وڃي.








# سرگرميون

## يونيورسٽي آف آرٽ ڊزائين اينڊ هيريٽيج ڄامشورو ۾ ليڪچر




شهيد الله بخش سومرو يونيورسٽي آف آرٽ ڊزائين اينڊ هيريٽيج ڄامشورو ۾ ليڪچر ڏنو ويو جنهن ۾ اداري جي پروجيڪٽ ڪوآرڊينيٽر امر فياض ٻرڙي يونيورسٽيءَ جي شاگردن ۽ شاگرديائين کي سنڌي ٻوليءَ جي قدامت ۽ موجوده بيهڪ بابت آگاهي ڏني. هن پنهنجي ليڪچر ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ڊجيٽائيزيشن بابت تفصيلي ڳالهه ٻولهه ڪئي ۽ ڪين انفرادي طور سنڌي ٻوليءَ ۾ وڏ ڪان وڏ ڊيٽابيسز ٺهڻ ۾ سندن پائيواريءَ بابت اتساهيو. يونيورسٽيءَ جي وقتي وائيس چانسلر پروفيسر ڊاڪٽر پائي خان شر صاحب جن پنهنجي شاگردن کي چيو ته اهو لازمي آهي ته اسان پنهنجي ثقافت، ٻولي ۽ سڃاڻپ اهڃاڻن کي ڊجيٽل دنيا ۾ شاهوڪار نمونى سان پيش ڪريون. ليڪچر ۾ شاگردن جي جهجهي ڳاڻيٽي شرڪت ڪئي ۽ وچن ڪيو ته اهي سوشل ميڊيا سان گڏ مختلف بلاگ سائيٽن ۾ سنڌي ٻوليءَ کي لکڻ ۽ ڦهلائڻ ۾ اڳيرائي ڪندا.





سرائيڪي وسيب جي نامياري اديبن ڊاڪٽر آشو لال، جهانگير مخلص، ڊاڪٽر ممتاز ڪلياڻي ۽ اڪرم گراماڻي پاران عبدالماجد پرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ جو دورو ڪيو ويو. جتي امر فياض ٻرڙي هلندڙ ڪمن ۽ ٻوليءَ جي ترقيءَ بابت کين آگاهه ڪيو. ان موقعي تي سرائيڪي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي بچاءُ ۽ ترقيءَ تي به ڳالهه ٻولهه ڪئي وئي.

## سنڌ يونيورسٽي لاڙڪاڻي ڪئمپس ۾ ليڪچر



سنڌ يونيورسٽي لاڙڪاڻي ڪئمپس ۾ سائنس ادب ۽ آرٽس ڪانفرنس ۾ اداري جي سربراهه امر فياض ٻرڙي شرڪت ڪري ڪئمپس جي فيڪلٽي، شاگردن ۽ سماجي اڳواڻن سان ليڪچر ذريعي کين سنڌي ٻوليءَ جي موجوده بيهڪ ۽ ڊجيٽل دنيا ۾ آئيندي بابت تفصيلي ليڪچر ڏنو. ليڪچر ۾ ثقافت سان گڏ سنڌي ٻوليءَ کي ٽيڪنالاجيءَ جي تيز ترين ترقين ۾ آڻڻ لاءِ کين مختلف صلاحون ڏنيون ويون ته ڪيئن آئوٽ سورس ڪم ڪندي اسان سنڌي ٻوليءَ جا وڏ ڪان وڏ ڊيٽابيس ٺاهي هن قديم ترين ٻوليءَ جي آئيندي جي طورطريقن ۾ هٿيڪو ڪري سگهون ٿا.

# اڳڀرايون

گوگل ۾ ٻولين جي پروگرامنگ جي پروگرام مينيجر مس ماڊوريما ماجيءَ سان تفصيلي آن لائين ميٽ اپ گڏجاڻي ٿي گذري جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ کي ”مشيني ڳالهائڻ واري ٽيڪنالاجيءَ“ ۾ آڻڻ لاءِ اڳڀرائي ٿي آهي.

فرانسيسي اداري ”ليڪسي لوگاس“ جيڪو دنيا جي شاهوڪار ٻولين کي فرينچ ٻوليءَ سان هم آهنگ ڪندو آهي ان پنهنجي مکيه ويب پورٽل تي ”ڀٽائيپيڊيا“ کي سنڌي ٻوليءَ جي معتبر مواد طور رکيو آهي. جنهن سان ڀٽائيپيڊيا تي مواد يورپ جي ماڻهن تائين ”ليڪسي لوگاس“ معرفت رسائي ڪري سگهندو.

lexilogos.com/english/sindhi_dictionary.htm

Texts & Literature

- Bhittaipedia: poetry of Shah Abdul Latif Bhittai شاهه عبداللطيف ڀٽائي Sufi poet (17th-18th century)
  - Shah Jo Risalo شاهه جو رسالو (in Arabic characters)
  - Shah Jo Risalo (in Latin characters)
  - Shah Jo Risalo (en caractères devanagari)

گوگل ڪروم سرشتي کي سنڌي ٻوليءَ ۾ آڌارڻ لاءِ اڳڀرائي ٿي آهي، جنهن سان سنڌي ٻولي ڪروم بڪ جي بنيادي ٻولين مان هڪ ٻولي طور شامل ٿي ويندي ۽ ان جي بنيادي ڪيبورڊ ۾ سنڌي ڪيبورڊ شامل هوندو.

# ميڊيا جي اک ۾



THE EXPRESS TRIBUNE

TODAY'S PAPER | MAY 21, 2023 | ADVERTISE

## Indus Valley font launched

New font in Sindhi language replaces digital symbols of Mohenjo Daro

Our Correspondent April 02, 2022

HYDERABAD: Abdul Majid Bhargari Institute of Language Authority Engineering has published a script font named Indus Valley Civilization (IVC) Script Font. Speaking to the media, the ... director Amar Fayyaz Bardo said that this is the first ... font, including Mohenjo Daro script, ... included in Ganj, Ernest Trump's ... script.

... tangled scripts of Mehran Valley would ... releases of the font so that researchers from ... help in understanding the old writings in ...

... ka, in charge of the IT department of the Sindhi ... this is a unique font in the Sindhi language in ... Mohenjo Daro were placed to make it is beneficial ...

... Shabir Kanbhar said that it is a complete Unicode ... font that includes all forms of ...

... hi language scripts will also be incl... ment of Culture, named after Abdul ...



DIGITAL

Associated Press of Pakistan

The Premier News Agency

Domestic

## Sindhi OCR software system formally launched at Majid Bhurgri Institute

Thu, 12 May 2022, 5:49 PM

Twitter Facebook WhatsApp

HYDERABAD, May 12 (APP): The Sindhi Optical Chara... system was formally uploaded at the Abdul Majid Bh... Engineering, Hyderabad on Thursday.

AMBILE Hamiz Ali Sindhi OCR Application is a Windo... software that can only be used on a computer and ... from 'ambile.pk'.

A ceremony was held at Majid Bhurgri Institute of ... near Allama Daudpota Library, and ... Ghaffar Soomro, Vice C... University ...



روزنامہ جنگ کراچی

جمعہ 11 شوال المکرم 1443ھ 13 مئی 2022ء

اوسی آر سافٹ ویئر کی ایجاد سندھی زبان کی بڑی خدمت ہے، ڈپٹی کمشنر



Daily UMMAT

Karachi Rawalpindi Hyderabad Peshawar

http://www.ummat.com.pk

Dailyummat1@gmail.com



بھرگڑی انسٹیٹیوٹ میں ایمبل حمزعلی اوسی آر سافٹ ویئر کو اپ لوڈ



روزنامہ سفیر حیدرآباد



اوسی آر سوفٹ ویئر کی ایجاد سندھی زبان کی بڑی خدمت



DAILY EXPRESS

روزنامہ ایکسپریس

پاکستان کے 11 شہروں سے بیک وقت شائع ہونے والا واحد اخبار

سندھی زبان کا پہلا ایمبل اوسی آر سافٹ ویئر اپ لوڈ



روزاني پنهنجي اخبار ڪراچي

https://thetimenews.tv



سنڌو سيپتا جي لکتن جو فونٽ "آءِ وي سي اسڪرپٽ فونٽ" جي نالي سان پڌرو، تقريب

فونٽ جي اينڊز رلينز ۾ سنڌو سيپتا جا بيا ٻه منجهيل اسڪرپٽ شامل ڪيا ويندا: امر فياض برڙو



Daily KAWISH





The Largest Circulated Sindhi Daily of Pakistan

DAILY KAWISH

روزاني ڪاوش

Friday, 1st April, 2022







روزاني سنڌ حيدرآباد

سنڌي ڪمپيوٽنگ ۾ اهم اڳڀرائي، نئين فونٽ جي پڌرائي ڪئي وئي








روباٽڪس انجنيئرنگ | جُڙتو ڏاهپ



سائبر ٽيڪنالاجي | ورچوئل ريئلٽي

**عبدالماجد ڀرڳڙي انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج انجنيئرنگ (ايمبل)**

**ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ**


دائودپوٽا لائبريري جي پويان، نيشنل هاءِ وي، حيدرآباد

www.ambile.pk  info@ambile.pk  +92-22-9240290 


